

# نهر جون صدائون




شيخ طريقت، امير اهلسنت، باني دعوت اسلامي حضرت علامه مولانا ابو بلال

محمد الياس عطار قادري رضوي دامت برکاتهم العاليه

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِیْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰی سَیِّدِ الْمُرْسَلِیْنَ
اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّیْطٰنِ الرَّجِیْمِ ط بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ ط

# نهر جون صدائون[1]

شيطان كيتري به سستي ڏياري، هي بيان مكمل پڙهي ڇڏيو، اِنْ شَآءَ الله عَزَّوَجَلَّ توهان پنهنجی دل ۾ مدنی انقلاب برپا ٿيندی محسوس كندؤ.

## موتين جو تاج

”اَلقَولُ البَدِيع“ ۾ آهي: حضرت سيّدنا ابوالعباس احمد بن منصور عَلَيهِ رَحمَةُ اللهِ الغَفُور كي وفات كان پوءِ شيراز وارن مان كنهن خواب ۾ ڏٺو ته پاڻ مٿي تي موتين جو تاج سجائي، جنّتي لباس پائي شيراز جي جامع مسجد جي محراب ۾ بيٺا آهن، خواب ڏسڻ واري عرض كيو: ما فَعَلَ اللهُ بِكَ؟ يعني الله عَزَّوَجَلَّ توهان سان كهڙو معاملو فرمايو؟ فرمايائون: اَلْحَمْدُ لِلّٰه عَزَّوَجَلَّ مان كثرت سان درود شريف پڙهندو هئس اهو ئي عمل كم اچي ويو ۽ الله عَزَّوَجَلَّ منهنجي مغفرت فرمائي ڇڏي ۽ مون كي تاج پارائي جنّت ۾ داخل فرمائي ڇڏيو.

(القول البديع ص 254)

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيْب!　　　صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! حضرت سيّدنا كعبُ الأحبار رَحمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيه هك عظيم تابِعي بُزُرگ هئا، اسلام آڻڻ كان پهريان پاڻ يهودين جا تمام وڏا عالم هئا. پاڻ رَحمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيه فرمائن ٿا ته بني اسرائيل جو هك

---

1 امير اهلسنّت دامت بركاتهم عاليه جو هي بيان شارجه مان مدينة الاولياء ملتان ۾ 17 جمادالاخري 1418هـ (20/9/1997) ھ تي ٽيليفون ذريعي نشر ٿيو هيو، ترميم ۽ اضافي سان پيش كيو پيو وڃي.　مجلس مكتبة المدينه

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: **جنهن مون تي ڏهه ڀيرا درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي سؤ رحمتون موڪليندو آهي.** (طبراني)

شخص (توبہ ڪرڻ ڪان پوءِ وري) هڪ بدڪار عورت سان ڪارو منهن ڪري جڏهن غسل ڪرڻ جي لاءِ هڪ نهر ۾ داخل ٿيو تہ نهر جون صدائون اچڻ لڳيون: ”توکي شرم نہ ٿو اچي؟ ڇا توبہ ڪري تو هي عهد نہ ڪيو هو تہ هاڻي ڪڏهن بہ ائين نہ ڪندس.“ اهو ٻڌي ڪري ان تي رقت طاري ٿي وئي ۽ اهو روئندي دانهون ڪندي اهو چوندي وٺي ڀڳو: ”هاڻي ڪڏهن بہ پنهنجي **الله** عَزَّوَجَلَّ جي نافرماني نہ ڪندس“ هو روئندو هڪ جبل تي پهتو جتي ٻارهن ماڻهو **الله** عَزَّوَجَلَّ جي عبادت ۾ مشغول هئا، هي بہ انهن ۾ شامل ٿي ويو. ڪجهہ عرصي ڪان پوءِ اتي ڏڪار پيو تہ نيڪ ٻانهن جو اهو قافلو خوراڪ جي تلاش ۾ شهر ڏانهن آيو. اتفاق سان انهن جو گذر انهيءَ نهر وٽان ٿيو. اهو شخص خوف ڪان ڏڪي ويو ۽ چوڻ لڳو: مان هن نهر جي طرف نہ هلندس. ڇوتہ اتي منهنجي گناهن جو ڄاڻڻ وارو موجود آهي، مون کي ان ڪان شرم ٿو اچي، هي بيهي رهيو ۽ ٻارهن ماڻهو نهر تي پهتا تہ نهر جون صدائون اچڻ شروع ٿيون: ”اي نيڪ ٻانهؤ! توهان جو ساٿي ڪٿي آهي؟ انهن جواب ڏنو: اهو چوي ٿو هن نهر تي منهنجي گناهن جو ڄاڻڻ وارو موجود آهي ۽ مون کي ان ڪان شرم ٿو اچي نهر مان آواز آيو: ”سُبْحٰنَ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ! جيڪڏهن توهان جو ڪو عزيز توهان کي ايذاءُ ڏئي پر پوءِ شرمندو ٿي توهان کان معافي گهري وٺي ۽ پنهنجي غلط عادت بہ ترڪ ڪري ڇڏي تہ ڇا توهان جو ان سان ناهہ نہ ٿيندو آهي؟ توهان جي ساٿيءَ بہ توبہ ڪري ورتي آهي ۽ نيڪين ۾ مشغول ٿي ويو آهي تنهنڪري هاڻي

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: **جنهن مون تي هڪ ڀيرو درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي ڏهہ رحمتون موڪليندو آهي.** (مسلم)

ان جو پنهنجي ربّ عَزَّوَجَلَّ سان صلح ٿي چڪو آهي. ان کي هتي وٺي اچو ۽ توهان سڀ هتي ئي نهر جي ڪناري تي عبادت ڪريو.“ انهن پنهنجي ساٿي کي خوشخبري ڏني ۽ پوءِ هي سڀ ملي ڪري اتي عبادت ۾ مشغول ٿي ويا ايتري تائين جو اتي ئي ان شخص جو انتقال ٿي ويو. پوءِ وري **نهر جون صدائون** گونجڻ لڳيون: ”اي نيڪ ٻانهؤ! هن کي منهنجي پاڙي سان وهنجاريو ۽ منهنجي ئي ڪناري تي دفنايو تہ جيئن قيامت جي ڏينهن بہ هو هتان ئي اُٿاريو وڃي.“ پوءِ انهن ائين ئي ڪيو. رات جو ان جي مزار جي ويجهو **الله** عَزَّوَجَلَّ جي عبادت ڪندي سمهي پيا. صبح جو انهن سيني جو اتان روانو ٿيڻ جو ارادو هو. جڏهن جاڳيا تہ ڇا ٿا ڏسن تہ ان جي مزار جي چوڌاري ٻارهن سَرو (يعني هڪ وڻ جيڪو سڌو ۽ مخروطي (يعني گجر) جي شڪل جو هوندو آهي) **جا خوبصورت** وڻ بيٺا آهن. اهي سمجهي ويا تہ **الله** عَزَّوَجَلَّ اهي اسان جي لاءِ ئي پيدا فرمايا آهن تہ جيئن اسين ڪيڏانهن وڃڻ بدران انهن جي ڇانوَ ۾ ئي پيا هجون، سو اهي سڀ اتي ئي عبادت ۾ مشغول ٿي ويا. جڏهن انهن مان ڪنهن جو انتقال ٿيندو هو تہ ان شخص جي پرسان دفنائي ڇڏيندا هئا ايستائين جو سڀ گذاري ويا. بني اسرائيل وارا سندن مزارن تي زيارت لاءِ ايندا هئا. رَحِمَهُمُ اللّٰهُ تَعَالٰى اَجْمَعِيْن (ڪتاب التوابين ص 90)

**الله عَزَّوَجَلَّ جي انهن تي رحمت هجي ۽ انهن جي صدقي اسان جي بي حساب بخشش ٿئي.** اٰمِيْن بِجَاهِ النَّبِيِّ الْاَمِيْن صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم: **توهان جتي بہ هجو مون تي درود پاڪ پڙهو توهان جو درود مون تائين پهچندو آهي.** (طبراني)

# اللّٰه عَزَّوَجَلَّ ڏسي رهيو آهي

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! ڏٺو توهان اللّٰه عَزَّوَجَلَّ ڪيترو مهربان ۽ رحيم ۽ ڪريم آهي. جڏهن ڪو ٻانهو سچيءَ دل سان توبہ ڪندو آهي تہ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ ان ڪان راضي ٿي ويندو آهي. هن حڪايت مان اهو بہ درس مليو تہ گناهہ ڪرڻ وارو چاهي لڪ پردن ۾ لڪي گناهہ ڪري، اللّٰه عَزَّوَجَلَّ تہ ان کي ڏسي ئي رهيو آهي. ۽ هي بہ معلوم ٿيو تہ بزرگانِ دين جي مزارن جي حاضري جو سلسلو اڳوڻين اُمتن جي مومنن ۾ بہ هو.

# بار بار توبہ ڪندا رهو!

مٺامٺا اسلامي ڀائرو! جڏهن ڪو گناهہ ٿي پوي تہ انسان کي گهرجي تہ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ جي بارگاهہ ۾ توبہ ڪري. جيڪڏهن انسان هئڻ جي ناتي ٻيهر گناهہ ڪري ويهي تہ وري توبہ ڪري، پوءِ بہ خطا ٿي وڃي تہ وري توبہ ڪري. اللّٰه عَزَّوَجَلَّ جي رحمت ڪان هرگز مايوس نہ ٿئي، ان جي رحمت تمام وڏي آهي. يقيناً گناهن کي معاف ڪرڻ ۾ سندس رحمت جو ڪو نقصان نہ ٿو ٿئي. بس اسان کي توبہ ۽ اِسۡتِغفار جاري رکڻ گهرجي. فرمان مصطفي صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم: اَلتَّائِبُ مِنَ الذَّنۡبِ کَمَنۡ لَّاذَنۡبَ لَہٗ. ”يعني گناهن ڪان توبہ ڪرڻ وارو ائين آهي، جڻ هن گناهہ ڪيو ئي نہ آهي.“ (ابن ماجہ شريف ج 4 ص 491 حديث 4250) **معلوم ٿيو تہ** توبہ ڪرڻ سان گناهہ ختم ٿي ويندا آهن بهرحال اسان کي پنهنجي ربّ ذُوالجلال جي بارگاهہ ۾ هر دم سر جهڪائي رکڻ کپي ۽ سندس رحمت ڪان نا اميد نہ ٿيڻ گهرجي.

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: **مون تي درودشريف جي ڪثرت ڪريو، بيشڪ هي توهان جي لاءِ طهارت آهي.** (ابو يعليٰ)

# ڇا صرف نيڪ ماڻهو ئي جنت ۾ ويندا؟

رحمت جي ڳالهه نڪتي آهي ته اهو عرض ڪندو هلان ته ڪي ماڻهو اهڙا به هوندا آهن جيڪي ناداني ۾ چوندا آهن: ”جنّت ۾ رڳو نيڪين سان ئي داخل ٿي سگهجي ٿو ۽ جيڪو گناهه ڪندو اهو ضرور جهنم ۾ ويندو، رحمت سان بخشش ٿيڻ جي ڳالهه اسان جي سمجهه ۾ نٿي اچي.“ يقينًا اهي شيطان جا وسوسا آهن، نه ته آئون پنهنجي طرفان ربعَزَّوَجَلَّ جي رحمت جي ڳالهه ڪٿي ٿو ڪيان، ٻڌو...! ٻڌو....! **الله** عَزَّوَجَلَّ سيپاري 24 سورة **الزُّمَر** آيت 53 ۾ ارشاد فرمائي ٿو:

قُلْ يٰعِبَادِيَ الَّذِيْنَ اَسْرَفُوْا عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ جَمِيْعًا ؕ اِنَّهٗ هُوَ الْغَفُوْرُ الرَّحِيْمُ ﴿۵۳﴾

**ترجموڪنزالايمان:** تون فرماءِ اي منهنجا اهي ٻانهؤ جن پنهنجو پاڻ تي زيادتي ڪئي **الله** عَزَّوَجَلَّ جي رحمت ڪان نااميد نه ٿيو، بيشڪ **الله**عَزَّوَجَلَّ سمورا گناهه بخشي ٿو، بيشڪ اهو بخشڻهار مهربان آهي.

**حديثِ قُدسي آهي، ربّ** عَزَّوَجَلَّ **جو فرمانِ رحمت نشان آهي:** سَبَقَتْ رَحْمَتِيْ غَضَبِيْ. يعني منهنجي رحمت منهنجي غضب تي سبقت رکي ٿي. (صحيح مسلم ص 1471 رقم الحديث 2751)

امام احمد رضا خان عَلَيْهِ رَحْمَةُ الرَّحْمٰن جن جي ڀاءُ، استاد زَمن، شهنشاهِ سُخن، مولانا حسن رضا خانعَلَيْهِ رَحْمَةُ الرَّحْمٰن پنهنجي نعتيه ديوان ”ذوقِ نعت“ ۾ بارگاهِ خداوندي عَزَّوَجَلَّ ۾ عرض ڪيو آهي:

سَبَقَتْ رَحْمَتِيْ عَلٰى غَضَبِيْ — تُو نے جب سے سُنا دیا یا ربّ
آسرا ہم گناہ گاروں کا — اور مضبوط ہوگیا یا ربّ (ذوقِ نعت)

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مون تي درود شريف پڙهو الله تعاليٰ توهان تي رحمت موڪليندو. (ابن عدي)

## عاجز ٻانهي جي حڪايت

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! يقينًا الله عَزَّوَجَلَّ جي رحمت تمام، تمام ۽ تمام وڏي آهي. هو بظاهر بلڪل معمولي ڳالهه تي راضي ٿي وڃي ته ايترو نوازي ٿو جو ٻانهو سوچي به نه ٿو سگهي. جيئن ته "ڪتابُ التَّوَّابِين" ۾ آهي ته حضرت سيّدنا ڪعبُ الاَحبار رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه فرمائن ٿا: بني اسرائيل جا ٻه ماڻهو مسجد ڏانهن ويا، هڪڙو ته مسجد ۾ داخل ٿي ويو پر ٻئي تي خوفِ خدا عَزَّوَجَلَّ طاري ٿي ويو ۽ اهو ٻاهر ئي بيٺو رهيو ۽ چوڻ لڳو: "مان گنهگار ان قابل ڪٿي جو پنهنجو گندو وُجُود ڪڻي الله عَزَّوَجَلَّ جي پاڪ گهر ۾ داخل ٿي سگهان." الله عَزَّوَجَلَّ کي سندس اها عاجزي پسند اچي وئي ۽ ان جو نالو صِدِّيقِين ۾ لکي ڇڏيائين. (ڪتابُ التَّوَّابِين ص 83) ياد رهي! "صِدّيق" جو درجو "ولي" ۽ "شهيد" کان به وڏو هوندو آهي.

## شرمسار ٻانهي جي حڪايت

اهڙي ئي هڪ حڪايت "ڪتابُ التَّوَّابِين" ص 83 تي لکيل آهي ته هڪ اسرائيلي کان گناهه ٿي ويو. جنهن تي هو گهڻو شرمسار ٿيو ۽ بيقرار ٿي هيڏانهن هوڏانهن پڇڻ لڳو ته ڪنهن طرح سان سندس گناهه معاف ٿي وڃي ۽ پروردگار عَزَّوَجَلَّ راضي ٿي وڃي. الله عَزَّوَجَلَّ جي رحمت ڀري بارگاهه ۾ ان جي بيقراري واري ندامت (يعني پشيماني) قبول ٿي وئي ۽ الله ربُّ العزت عَزَّوَجَلَّ ان کي ولايت جي اعليٰ درجي "صِدّيقيت" سان نوازي ڇڏيو.

## شرمندگي توبه آهي

سرڪار نامدار صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو فرمان آهي: اَلنَّدَمُ تَوْبَةٌ

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: جنهن مون تي ڏهه ڀيرا صبح ۽ ڏهه ڀيرا شام درودِ پاڪ پڙهيو قيامت جي ڏينهن ان کي منهنجي شفاعت ملندي. (مجمع الزوائد)

يعني شرمندگي توبه آهي. (المستدرڪ حديث7687، ج 5، ص 346) حقيقت اها آهي ته ڪنهن وقت گناهن تي پشيماني اهو ڪم ڪري ويندي آهي جو وڏي ۾ وڏي عبادت به نه ڪري سگهندي آهي، ان جو مطلب هرگز اهو به نه آهي ته عبادت نه ڪئي وڃي، اهو سڀ الله عَزَّوَجَلَّ جي مرضي تي آهي، ڪڏهن پشيماني ڪم ايندي آهي ته ڪڏهن عبادت. جيئن ته

## روزيدار ڌاڙيل

"رَوضُ الرَّياحِين" ۾ آهي ته حضرت سيّدنا شيخ ابوبڪر شِبلي عَلَيهِ رَحمَةُ اللهِ الوَلی فرمائن ٿا: مان هڪ قافلي سان گڏ ملڪ شام وڃي رهيو هئس رستي ۾ ڌاڙيلن جو هڪ ٽولو اسان تي ڌاڙو هنيو ۽ سڄو سامان ڦري پنهنجي سردار جي سامهون گڏ ڪيائون. سامان مان هڪ شڪر ۽ بادامن جي ٿيلهي نڪتي، سيني ڌاڙيلن ڪدي کائڻ شروع ڪيو، پر سندن سردار ان مان ڪجهه به نه کاڌو، مون پڇيو: ٻيا سڀ کائي رهيا آهن پر توهان ڇو نه ٿا کائو؟ ان ورندي ڏني ته مان روزي سان آهيان. مون حيرت وچان پڇيو ته توهان ڦر مار به ڪيو ٿا ۽ روزا به رکو ٿا؟ سردار چيو: الله عَزَّوَجَلَّ سان صلح جي لاءِ به ته ڪو رستو باقي رکڻ گهرجي. حضرت سيّدنا شيخ شِبلي عَلَيهِ رَحمَةُ اللهِ الوَلی فرمايائون ته ڪجهه عرصي کان پوءِ مون ڌاڙيلن جي ان سردار کي احرام جي حالت ۾ خانهء ڪعبه جي طواف ۾ مشغول ڏٺو سندس چهري تي عبادت جو نور چمڪي رهيو هو ۽ مجاهدات کيس ڪمزور ڪري ڇڏيو هو، مون تعجب ڪندي پڇا ڪئي: ڇا توهان اهي ئي شخص ناهيو؟ هن جواب ڏنو: "جي ها آئون اهو ئي آهيان ۽

فرمانِ مصطفیٰ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم: جنھن ڪتاب ۾ مون تي درودِ پاڪ لکيو تہ جيستائين منھنجو نالو ان ڪتاب ۾ لکيل رھندو ملائڪ ان جي لاءِ استغفار ڪندا رھندا . (طبراني)

ٻڌو! ان روزي ئي اللہ عَزَّوَجَلَّ سان منھنجو صلح ڪرائي ڇڏيو آھي.“ (روض الرياحين ص 293)

## ھر سومر شريف جو روزو رکو

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! معلوم ٿيو تہ ڪنھن بہ نيڪي کي ننڍڙو سمجھي ترڪ نہ ڪرڻ گھرجي جو ڪھڙي خبر اھا ننڍڙي نظر ايندڙ نيڪي اللہ عَزَّوَجَلَّ جي بارگاھ ۾ مقبول ٿي وڃي ۽ اسان جا ٻئي جھان موچارا ٿي وڃن. ھن حڪايت مان نفلي روزن جي اھميت بہ معلوم ٿي. جيتوڻيڪ ھر ھڪ ڪثرت سان نفلي روزا رکڻ جي طاقت نہ ٿو رکي، تڏھن بہ گھٽ ۾ گھٽ ھر سومر شريف جو روزو تہ رکڻ ئي گھرجي جو سنّت آھي. ۽ نيڪ بڻائڻ واري عظيم مدني نسخي ”مدني انعامات“ مان 58 نمبر مدني انعام بہ آھي. اَلْحَمْدُ لِلّٰہ عَزَّوَجَلَّ دعوت اسلامي سان لاڳاپيل ڪيئي اسلامي ڀائر ۽ اسلامي ڀينرون ھن مدني انعام جي مطابق سومر شريف جو روزو رکڻ جي سنت ادا ڪندا آھن، ۽ عاشقانِ رسول جو ھر دل عزيز 100 فيصد اسلامي چينل مدني چينل تي ھر سومر شريف جو براهِ راست (Live) مُناجاتِ اِفطار جو سلسلو ھوندو آھي ۽ عاشقانِ رسول جي روزي کولڻ وارو روح پرور مَنظر ڏيکاريو ويندو آھي. توھان بہ ثواب جي نيّت سان مدني چينل ڏسندا رھو ۽ ٻين کي بہ ڏيکارڻ جي دعوت ڏئي ڪري خوب ثواب جو عظيم خزانو حاصل ڪريو.

## ٻاھر جي پوڄا ڪندڙ ٽھراڻي جو اسلام قبول ڪرڻ

اچو! ھاڻي مدني چينل جي ھڪ مدني بهار ٻڌون. بمبئي

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: جيڪو جمعي جي ڏينهن مون تي درود شريف پڙهندو آءُ قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس . (ڪنزالعمال)

(هِند) جي جهانگير نالي هڪ خوبرو نوجوان فلمي اداڪار جي بيان جو خلاصو آهي: اسان جو سڄو گهراڻو باهہ جي پوڄا ڪندو هو، اهڙي ماحول ۾ **مدني چينل** اسان جي لاءِ ڇڻ نجات جو پيغام بڻجي آيو! قصو ڪجهہ هيئن آهي تہ منهنجي ماءُ وڏي شوق سان مدني چينل ڏسندي رهندي هئي. هڪ دفعي مون بہ سوچيو تہ آخر منهنجي ماءُ ايڏي دلچسپي سان ”سبز عمامي وارن مولوين“ جي ڳالهين کي ڇو ٻڌندي آهي. مان بہ تہ ڏسان هي ”مولوي“ ڇا ٿا ٻڌائن! پوءِ مون بہ ٽي.وي تي مدني چينل لڳايو: مدني مُذاڪري جو سلسلو هو، مون کي ڏاڍو سنو لڳو، مان غور سان ٻڌندو رهيس، مَدَني مذاڪري جون ڳالهيون تاثير جو تير بڻجي منهنجي دل تي اثر ڪيو، منهنجي دل جي دنيا بدلجڻ لڳي ۽ منهنجو ضمير پڪاري پڪاري چوڻ لڳو: جهانگير! تون غلط راهہ تي ڀٽڪي رهيو آهين، جيڪڏهن نجات چاهين تہ سبز عمامي وارن جو سچو دين يعني اسلام قبول ڪر اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ عَزَّوَجَلَّ مان دعوتِ اسلامي جي ويب سائيٽ www.dawateislami.net تي رابطو ڪيو ۽ مسلمان ٿي ويس. مون دعوت اسلامي جي اشاعتي اداري مڪتبةُ المدينه سان بہ رابطو ڪيو، هنن منهنجي خوب رهنمائي فرمائي، هنن جي سهڻن اخلاقن مون کي بيحد مُتاثر ڪيو ۽ الله عَزَّوَجَلَّ جي رحمت سان اسان جو سڄو گهر اسلام قبول ڪري چڪو آهي. مان رات جو (ٽي ٽي وڳي) تائين مدني چينل تي اڇڻ وارو ”مدني مذاڪرو“ ڏسندو رهيو آهيان، ان ۾ هڪ پيري ڏاڙهي رکڻ جي ترغيب ٻڌي ڪري مون بہ ڏاڙهي وڌائڻ شروع

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: **جنهن جمعي جي ڏينهن مون تي ٻه سؤ ڀيرا درودِ پاڪ پڙهيو ان جا ٻه سؤ سالن جا گناهہ معاف ٿيندا.** (كنزالعمال)

ڪئي آهي ۽ بمبئي جي دعوت اسلامي وارن عاشقان رسول جي صحبت ۾ رهي ڪري اسلامي عقيدن، نماز ۽ ٻين عبادتن جي ٻہ تعليم حاصل ڪري رهيو آهيان.

مدنی چینل لائے گا سنّت کی گھر گھر میں بہار
کردے مولیٰ دو جہاں میں ناظریں کا بیڑا پار

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** ڳالهہ تہ وڃي پري نڪتي، انهيءَ روزي جي برڪت ۾ **الله** عَزَّوَجَلَّ جي رحمت جو تذڪرو ٿي رهيو هو، **سبحٰن الله!** ڏاڙيلن جي سردار کي روزي ڪٿان ڪان ڪٿي پهچائي ڇڏيو! روزي جي برڪت سان هن کي هدايت بہ ملي، عبادت ۽ رياضت جي سعادت بہ ملي.

## بخشش جو بهانو

ڪيمياءِ سعادت ۾ حضرت شيخ ڪِتاني قُدِّسَ سِرُّهُ النُّوْرَانِي فرمائن ٿا: مون حضرت سيدنا جُنيد بغدادي عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْهَادِي کي وفات کان پوءِ خواب ۾ ڏسي ڪري پڇيو: مَا فَعَلَ اللهُ بِکَ؟ يعني **الله** عَزَّوَجَلَّ توهان سان ڪهڙو معاملو فرمايو؟ فرمائڻ لڳا: منهنجون عبادتون ۽ رياضتون تہ ڪم نہ آهيون، البت رات جو اٿي ڪري جيڪي ٻہ رڪعتون تَهَجُّد پڙهندو هئس، ان جي برڪت سان مغفرت ٿي وئي.

رحمتِ حق "بہا" نہ می جوید
رحمتِ حق "بہانہ" می جوید

**(يعني الله** عَزَّوَجَلَّ **جي رحمت بها يعني قيمت نہ ٿي گهري بلڪ هن جي رحمت تہ بهانو ڳوليندي آهي)**

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم: جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اهو مون تي درود شريف نہ پڙهي تہ ماڻهن مان اهو ڪنجوس ترين شخص آهي. (ترغيب و ترهيب)

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! فرضَ ادا ڪرڻ سان گڏوگڏ نفلن جي بہ عادت هئڻ گهرجي ۽ خاص ڪري تَهَجُّد تہ هرگز نہ ڇڏڻ گهرجي، ڪهڙي خبر تَهَجُّد ۾ اُٿڻ جي تڪليف بارگاهِ الٰهي ۾ قبول ٿئي ۽ اسان جي مغفرت جو بهانو بڻجي وڃي.

## ڪجهہ مسلمان ضرور جهنم ۾ ويندا

خبردار! هن رحمت ڀريي بيان جو مطلب ڪٿي ڪو اهو نہ سمجهي تہ جيئن تہ الله تعاليٰ جي رحمت تمام وڏي آهي تنهنڪري هاڻي نمازون ڇڏي ڏجن...... رمضان جا روزا بہ نہ رکجن...... T.V. ۽ انٽرنيٽ تي خوب فلمون ڊراما ڏسجن...... خوب بدنگاهي ڪجي...... الله عَزَّوَجَلَّ جي رحمت تہ تمام وڏي آهي، پوءِ ماءُ پيءُ کي ستائڻ شروع ڪري ڏيو...... خوب گارگند بڪيو..... ڪثرت سان ڪوڙ ڳالهايو...... مسلمانن جون خوب غيبتون ڪيو..... مسلمانن جي دل ڏکايو...... بد اخلاقيءَ جو اڳوڻو سمورو رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيو، الله عَزَّوَجَلَّ جي رحمت تمام وڏي آهي...... ڏاڙهي ڪوڙائي ڇڏيو يا خَشخشي (يعني هڪ مُٺ کان گهٽ) رکايو...... چوري بہ ڪيو...... ڌاڙا هڻو...... ظلم و ستم ۾ حد کان وڌي وڃو...... خوب شراب پيئو..... نشا ڪيو..... جوا کيڏو...... بلڪ جُوا ۽ منشيات (يعني نشي وارين شين) جو اڏو ئي کولي ڇڏيو .... جيڪي گناهہ اڄ تائين نہ ڪيا آهن اهي بہ ڪري ڇڏيو ڇو تہ الله تعاليٰ جي رحمت تمام وڏي آهي.

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! الله عَزَّوَجَلَّ اوهان تي پنهنجو خوب ڪرم فرمائي، فضل فرمائي ۽ بي حساب بخشي، آمين. اهڙي طرح ڪٿي

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿيو ۽ ان مون تي درود شريف نه پڙهيو ته تحقيق اهو بدبخت ٿي ويو. (ابن سني)

شيطان ڪن پڪڙي توهان کي پنهنجي اطاعت ۾ نه لڳائي ڇڏي. جتي الله عَزَّوَجَلَّ رحيم ۽ ڪريم آهي اتي جبار ۽ قهار به آهي، جتي هو نڪتي نواز آهي اتي هو بي نياز به آهي. جيڪڏهن ان ڪنهن ننڍڙي گناهه تي پڪڙ ڪري ورتي ته وڏي مشڪل ۾ پئجي ويندا سين. خبردار خبردار، خبردار اهو طئي آهي ته ڪجهه نه ڪجهه مسلمان پنهنجي گناهن جي سبب جهنم ۾ داخل ٿيندا. اسان کي الله عَزَّوَجَلَّ جي خفيه تدبير کان هر وقت ڊڄڻ ٿي گهرجي. ڪٿي ائين نه ٿئي جو جهنم ۾ وڃڻ وارن جي فهرست ۾ اسان جو نالو به شامل هجي.

## فاروق اعظم جي مدني سوچ

اِمامُ العَادِلِين، اميرُ المُؤمِنِين حضرت سيدنا فاروقِ اعظم رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ جن جي مدني سوچ تان قربان وڃان جو اميد به هجي ته اهڙي ۽ خوف به هجي ته اهڙو! جيئن ته پاڻ رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ فرمائن ٿا: ”جيڪڏهن الله عَزَّوَجَلَّ سيني انسانن مان صرف هڪ کي جهنّم ۾ داخل فرمائي ته مان خوف ڪندس ته ڪٿي جهنّم ۾ وڃڻ وارو هڪ ٻانهو مان ئي نه هجان، ۽ جيڪڏهن الله عَزَّوَجَلَّ سواءِ هڪ جي سيني کي جهنّم ۾ داخل فرمائي ته آئون اميد ڪندس ته جهنّم کان محفوظ رهڻ وارو آئون ئي آهيان. (حلية الاولياء ج 1 ص 425) بهرحال الله عَزَّوَجَلَّ جي رحمت کان مايوس به نه ٿيڻ گهرجي ۽ سندس قهر ۽ غضب کان بي خوف به نه ٿيڻ گهرجي.

## بندوق جي هڪ ٽولي.....

آئون توهان کي پنهنجي ڳالهه عقلي دليل سان سمجهائڻ جي

فرمانِ مصطفیٰ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم: **جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿيو ۽ ان مون تي درود شريف نہ پڙهيو ان جفا ڪئي.** (عبدالرزاق)

ڪوشش ڪيان ٿو. مثال طور: هن وقت هن اجتماع ۾ ڏهہ هزار اسلامي ڀائر موجود هجن ۽ ڪو دهشت گرد ويجهي گهر جي ڇت تي پستول ڪٽي ويهي رهي ۽ اعلان ڪري تہ آئون رڳو هڪ گولي ٿو هلايان، جيڪڏهن لڳي تہ رڳو ڪنهن هڪ کي ئي لڳندي، ٻين کي ڪجهہ بہ نہ چوندس ڇا خيال آهي؟ رڳو هڪ کي ئي تہ گولي لڳڻي آهي، باقي نو هزار نو سؤ نوانوي اسلامي ڀائر بي خوف ٿي ويندا؟ ڪڏهن بہ نہ، بلڪ هر ڪو ان خوف وچان ڀڄندو تہ متان ڪنهن هڪ کي لڳڻ واري اها گولي مون کي اچي نہ لڳي، اميد آهي تہ منهنجي ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي وئي هوندي.

## باهہ جون جتيون

ياد رکو! جڏهن اهو طئي ٿيل ڳالهہ آهي تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ مسلمان گناهن جي سبب جهنم ۾ داخل ڪيا ويندا تہ آخر هر مسلمان ان ڳالهہ کان ڇو نہ ٿو ڊڄي تہ ڪٿي مون کي جهنم ۾ نہ وڌو وڃي. خدا عَزَّوَجَلَّ جو قسم! بندوق جي گوليءَ جي تڪليف جهنم جي عذاب اڳيان ڪجهہ بہ ناهي، مسلم شريف ۾ آهي تہ جهنم جو سڀ کان هلڪو عذاب هي آهي تہ مُعَذَّب (يعني جنهن کي عذاب ڏنو ويندو ان) کي باهہ جون جُتيون پارايون وينديون، جن جي گرمي ۽ تپش سان ان جو دماغ ديڳڙي وانگر ٽهڪندو هوندو ۽ هو اهو سمجهندو تہ سڀ کان گهڻو عذاب مون تي آهي.“ (صحيح مسلم ص 134 رقم 212) بخاري شريف ۾ آهي تہ الله عَزَّوَجَلَّ قيامت جي ڏينهن سڀ کان گهٽ عذاب واري دوزخي کي فرمائيندو: سڄي دنيا ۽ ان ۾ موجود جيڪا بہ مال دولت آهي

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم: **ان شخص جو نڪ مٽيءَ ۾ ملي، جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اهو مون تي درودِ پاڪ نه پڙهي.** (حاڪم)

اها سڀ تنهنجي ملڪيت هجي ته ڇا تون عذاب کان ڇوٽڪاري لاءِ هيءَ دنيا ۽ سڄو مال، دولت فديي ۾ ڏئي ڇڏيندين؟ ته اهو چوندو، ضرور ها. (صحيح بخاري ج 4 ص 261 حديث 6557) يعني سڀ ڪجهه ڏئي ڇڏيندس ته جيئن هي باهه جون جُتيون منهنجي پيرن مان نڪري وڃن ته بس ڪيئن به مون کي هن عذاب کان ڇوٽڪارو ملي وڃي.

## ڇا سڀ ڪان هلڪو عذاب برداشت ٿي سگهندو؟

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! سوچيو! بار بار سوچيو! جيڪڏهن ڪنهن ننڍڙي گناهه جي سبب اهو ئي سڀ کان ننڍو ۽ هلڪو عذاب ڪنهن تي مسلط ڪيو ويو ته ان جو ڇا ٿيندو؟ مثال طور ڪنهن کي گار ڏني، حالانڪ اهو ڪبيره گناهه آهي، پوءِ به جيڪڏهن ان جرم جي بدلي ۾ سڀ کان هلڪو عذاب اچي وڃي ته ڇا ٿيندو؟ ماءُ پيءُ کي ستائڻ جي جُرم ۾ هي پڻ ڪبيره گناهه آهي جيڪڏهن هن جرم تي به سڀ کان هلڪو عذاب ٿي پوي ته ان جي برداشت ڪنهن ۾ آهي؟ اهڙيءَ ريت روزانو ٿيندڙ گناهن تي غور ڪندا وڃو. ڪوڙ ڳالهائڻ جي ڪري، ڪنهن جي غيبت ڪرڻ جي ڪري، چغلخوريءَ جي ڪري، حرام روزي ڪمائڻ جي ڪري، نشو ڪرڻ جي ڪري، فلمون ڊراما ڏسڻ جي ڪري، گانا باجا ٻڌڻ جي ڪري، بلڪ ٽي. وي تي رڳو عورت کان خبرون ٻُڌڻ جي سبب جيڪڏهن سڀ کان هلڪو عذاب ٿيو ته ڇا ٿيندو؟ اها عورت به ڪيڏي نه بدنصيب آهي، جيڪا چند روپين جي خاطر ٽي.وي (T.V) تي اچي خبرون ٻڌائيندي آهي. ڪاش! ان کي اهو احساس ٿي پوي ته منهنجي ذريعي لکين مرد

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم: جيڪو مون تي درود پاڪ پڙهڻ وساري ويٺو اهو جنّت جو رستو ڀُلجي ويو. (طبراني)

بدنگاهي جو گناهہ ڪري پنهنجي اکين کي حرام سان ڀري پنهنجي اکين ۾ جهنم جي باهہ ڀرڻ جو سامان ڪري رهيا آهن ۽ ان جي ڪري آئون پاڻ بہ ڏاڍي گناهگار ٿي رهي آهيان! بهرحال جيڪو اهڙيءَ ريت پنهنجي دل کي مجائي ٿو تہ مون تہ رڳو خبرن لاءِ T.V. رکي آهي. اهو ڪن ڪولي ٻڌي! تہ مرد جو اَجنبي عورت کي ڏسڻ ۽ عورت جو ڌارئي مرد کي شهوت سان ڏسڻ حرام ۽ جهنم ۾ وٺي وڃڻ وارو ڪم آهي. تہ جيڪڏهن T.V تي رڳو خبرون ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جي ڪري ئي جهنم جو هلڪو عذاب مسلط ڪيو ويو ۽ باهہ جون جُتيون پارايون ويون تہ ڇا ڪندؤ؟ پنهنجي اندر اصلاح جو جذبو بيدار ڪرڻ جي لاءِ پنهنجو ذهن بڻايو تہ جيڪڏهن بنا ڪنهن شرعي عذر جي مون نماز جي جماعت ترڪ ڪري ڇڏي ۽ سڀ کان هلڪو عذاب ڏنو ويو تہ پوءِ منهنجو ڇا ٿيندو؟ جيڪڏهن بي پردگي ڪئي، پنهنجي ڀاڄائي سان بي تڪلفي ڪئي، يا ان کي ڄاڻي واڻي ڏنو، اهڙيءَ ريت چاچي، مامي، سالي، ماسات، ماروٽ، ڦڦاٽ يا سؤٽ کان پردو نہ ڪيو، انهن آڏو بنا تڪلف جي اچ وڃ رکي، ڪين ڏسندا رهيا، انهن سان کلي کلي ڳالهايو ۽ انهن گناهن مان ڪنهن هڪ گناهہ جي حد تائين پهچڻ واري جرم جي سبب جيڪڏهن پيرن ۾ باهہ جون جُتيون پارايون ويون تہ ڇا ٿيندو؟ جي ها! ڀاڄائيءَ، چاچيءَ، ماميءَ وغيره جن جو تذڪرو ٿيو، اهي سڀئي اَجْنَبِيہ ۽ غير مَحْرَم عورتون آهن، انهن کان ۽ هر ان عورت کان شريعت پردي جو حڪم ڏنو آهي، جن سان شادي ٿي سگهي ٿي. اهڙيءَ طرح عورت بہ

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: جنھن مون تي ڏھ ڀيرا درود پاڪ پڙھيو الله تعاليٰ ان تي سؤ رحمتون موڪليندو آھي. (طبراني)

سيني غير مَحرم رشتيدارن ڪان پردو ڪري.

## جھنم جي خوفناڪ عذاب جون جھلڪيون

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! پنھنجي پاڻ ڪي گهٽ ۾ گهٽ ننڍي ۽ هلڪي عذاب ڪان ڊيڄاريو، حالانڪ جھنم ۾ هڪ ڪان هڪ خوفناڪ عذاب آهي. جيئن ته دعوتِ اسلامي جي اشاعتي اداري مڪتبة المدينه جي شايع ٿيل ڪتاب "بياناتِ عطاريہ" جلد 2، صفحي 293 ڪان 297 تي آهي: اهو انسان ڪيڏو نه عجيب آهي جو اهو ڄاڻي به ٿو ته دوزخ سخت ترين عذاب جو گهر آهي پوءِ به گناهہ جو اِرتِڪاب ڪري ٿو. مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! جيڪڏهن جھنم ڪي سوئي جي سوراخ جي برابر ڪوليو وڃي ته تمام زمين وارا ان جي گرمي ڪان هلاڪ ٿي وڃن. جھنم وارن ڪي جيڪو مشروب پيئڻ جي لاءِ ڏنو ويندو اهو ايتري قدر خطرناڪ آهي، جيڪڏهن هن جو هڪ ڏول دنيا ۾ وهايو وڃي ته دنيا جي سڄي زمين برباد ٿي وڃي، نہ هن ۾ اناج ٿئي نہ ميووا. جھنم جا نانگ ۽ وڇون بيحد خوفناڪ آهن، حديث شريف ۾ آهي: جھنم ۾ عَجَمي اُٺن جي ڳچي جيڏا وڏا وڏا نانگ هوندا جيڪي دوزخين ڪي ڏنگيندا، اهي اهڙا ته زهريلا هوندا جنھن ڪي هڪ ڀيرو ڏنگيندا ته 40 سالن تائين ان جي زهر جي تڪليف ختم نہ ٿيندي ۽ لغام لڳل خچرن جي برابر وڏا وڏا وڇون جھنمين ڪي ڏنگيندا رهندا جو هڪ ڀيرو ڏنگ جي تڪليف 40 سالن تائين باقي رهندي. (مسند امام احمد ج 6، ص 216، حديث 17729) ترمذي شريف جي روايت ۾ آهي: جھنم ۾ "صَعُود" نالي باهہ جو هڪ جبل آهي جنھن جي بلندي

فرمان مصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: **جنهن مون تي هڪ ڀيرو درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي ڏهه رحمتون موڪليندو آهي.** (مسلم)

70 سالن جي راهه آهي. ڪافر جهنمين کي هن تي چاڙهيو ويندو، 70 سالن ۾ هن جي بلنديءَ تي پهچندا پوءِ مٿان ڪان هنن کي ڪيرايو ويندو 70 سالن ۾ اهي هيٺ پهچندا، اهڙي طرح انهن کي عذاب ڏنو ويندو. (ترمذي ج 4، ص 260، حديث 2585) **جهنم جي اهڙن خوفناڪ عذابن جو تذڪرو ٻڌڻ جي باوجود به جيڪو گناهن ڪان نه مڙي ان تي واقعي تعجب آهي. آخر انسان کي هي دنيا ڇا ڏيندي جو هن جي رنگينين ۾ مست ٿي هن جي ڦرمار ۾ مصروف آهي.**

## جهنم جون خطرناڪ غذائون

لذيذ ڪاڌا مزو وٺي کائڻ وارن کي جهنم جي خطرناڪ کاڌن کي نه وسارڻ گهرجي! ترمذي جي روايت ۾ آهي: دوزخين تي بک مسلط ڪئي ويندي ته اها بک ان سيني عذابن جي برابر ٿي ويندي جنهن ۾ اهي مبتلا آهن اهي فرياد ڪندا ته انهن کي ضَرِيع (زهريلي ڪنڊيدار گاهه) مان ڏنو ويندو، جيڪو نه ٿلهو ڪندو نه بک مان نجات ڏيندو، پوءِ اهي کاڌو گهرندا ته انهن کي (نڙيءَ ۾) اٽڪڻ وارو کاڌو ڏنو ويندو ته انهن کي ياد ايندو ته اهي دنيا ۾ اٽڪڻ واري گرهه کي پاڻيءَ سان ڳهندا هئا، اهڙيءَ طرح اهي پاڻي گهرندا ته انهن کي لوهه جي انبوريءَ سان ٽهڪندڙ پاڻي ڏنو ويندو، جڏهن اهو انهن جي وات جي ويجهو ٿيندو ته انهن جا وات پُچي ڇڏيندو پوءِ جڏهن انهن جي پيٽ ۾ داخل ٿيندو ته انهن جي پيٽن جي هر شيءِ ڪٽي ڇڏيندو." (جامع ترمذي ج 4 ص 263،حديث 2595) **هڪ ٻي حديث شريف ۾ آهي،** "**زَقُّوم** (يعني ٿُوهر جيڪو دوزخين کي کارايو ويندو) **جو هڪ قطرو**

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: توهان جتي بہ هجو مون تي درود پاڪ پڙهو توهان جو درود مون تائين پهچندو آهي. (طبراني)

جيڪڏهن دنيا تي ٽمي پوي تہ دنيا وارن جي کاڌ پيئڻ جي سيني شين کي (ڪؤڙو ۽ بدبودار بڻائي) خراب ڪري ڇڏي.“ (ابنِ ماجہ حديث 4325 ج 4 ص 531) آهہ! جهنّم ۾ اهڙو سخت عذاب ٿيڻ جي باوجود آخر انسان گناهن تي ايترو دلير ڇو آهي؟

## نہ مايوس ٿيو، نہ بي خوف

مٺامٺا اسلامي ڀائرو! خوفِ خداوندي عَزَّوَجَلَّ کان ڊڄي وڃو! ۽ پنهنجي گناهن کان توبهہ ڪريو! اسان کي اللّٰه عَزَّوَجَلَّ جي رحمت کان مايوس بہ نہ ٿيڻ گهرجي ۽ ان جي قهر ۽ غضب کان بي خوف بہ نہ ٿيڻ گهرجي، ٻنهي صورتن ۾ ئي تباهي آهي، جيڪو رحمت خداوندي کان مايوس ٿيو اهو بہ هلاڪ ٿيو جيڪو گناهن تي دلير ٿيو ۽ پڪڙ ۾ اچي ويو تہ اهو بہ برباد ٿيو. بهرحال غيرت ۽ مُروّت جو تقاضو بہ اهو ئي آهي جنهن پروردگار پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان اسان کي بيشمار نعمتون عطا فرمايون آهن ان جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪئي وڃي ۽ ان جي محبوب، داناءِ غُيُوب صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي دامنِ ڪرم سان هر دم وابستہ رهي انهن جي سنتن تي عمل ڪريون ان ۾ ئي اسان جي دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي آهي.

کب گناہوں سے کَنارا میں کروں گا یارب! نیک کب اے مِرے اللہ! بنوں گا یارب!
کب گناہوں کے مَرَض سے میں شِفا پاؤں گا! کب میں بیمار مدینے کا بنوں گا یارب!
عَفْو کر اور سدا کیلئے راضی ہو جا
گر کرم کردے تو جنّت میں رہوں گا یارب!

اٰمِين بِجَاهِ النَّبِيِّ الْاَمِين صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! بيان کي ختم ڪندي سنّت جي فضيلت

۽ ڪجھ سنّتون ۽ آداب بيان ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪيان ٿو، تاجدارِ رسالت، شهنشاهِ نُبُوَّت، مصطفيٰ جانِ رحمت صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو فرمان جنّت نشان آهي: جنهن منهنجي سنّت سان محبت ڪئي ان مون سان محبت ڪئي ۽ جنهن مون سان محبت ڪئي اهو جنّت ۾ مون سان گڏ هوندو. (ابن عساکر ج 9 ص 343)

سینہ تری سنّت کا مدینہ بنے آقا
جنت میں پڑوسی مجھے تم اپنا بنانا

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## ”عيادت ڪرڻ رسولِ محترم جي مبارڪ سنت آهي“ جيءِ ٿيهه اکرن جي نسبت سان عيادت جا 30مدني گل!

۞ 8 فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: ﴿1﴾ عُوْدُوا الْمَرِيضَ يعني مريض جي عيادت ڪريو. (الادب المفرد ص 137 حديث 518) ﴿2﴾ جيڪو شخص ڪنهن مريض جي عيادت جي لاءِ ويندو آهي ته الله عَزَّوَجَلَّ ان شخص تي پنجهتر هزار (75،000) فرشتن جي ڇانو ڪندو آهي ۽ ان جي هر قدم کڻڻ تي هن جي لاءِ هڪ نيڪي لکندو آهي ۽ هر قدم رکڻ تي هن جو هڪ گناهه بخشيو ويندو آهي ۽ هڪ درجو بُلند فرمائيندو آهي جيستائين هو پنهنجي جڳهه تي ويهي، جڏهن هو ويهندو آهي ته رحمت هن کي گهيري وٺندي آهي ۽ پنهنجي گهر واپس موٽڻ تائين رحمت هن کي گهيري رهندي آهي. (مُعجم اَوسَط ج 3، ص 222، حديث 4396) ﴿3﴾ جيڪو شخص ڪنهن مريض جي عيادت لاءِ ويندو آهي ته آسمان کان هڪ مُنادي نِدا ڪندو آهي: تو کي بِشارت (يعني

فرمانِ مصطفیٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مون تي درود شريف پڙهو الله تعاليٰ توهان تي رحمت موڪليندو. (ابن عدي)

خوشخبري) هجي تنهنجو هلڻ بهتر آهي ۽ تو جنَّت جي هڪ منزل کي پنهنجو نڪاڻو بڻائي ورتو. (ابن ماجه ج 2، ص 192، حديث 1443) ﴿4﴾ جيڪو مسلمان ڪنهن مسلمان جي عيادت ڪرڻ لاءِ وڃي، صبح جو وڃي شام تائين هن جي لاءِ ستَّر هزار ملائڪ اِسۡتِغفار (يعني بخشش جي دُعا) ڪندا آهن ۽ شام جو وڃي ته صبح تائين ستَّر هزار ملائڪ اِستِغفار ڪندا رهندا آهن ۽ هن جي لاءِ جنَّت ۾ هڪ باغ آهي. (تِرمِذي ج 2، ص 290، حديث 971) ﴿5﴾ جنهن به سنّي طريقي سان وُضُو ڪيو پوءِ ثواب جي نيّت سان پنهنجي مسلمان ڀاءُ جي عِيادت ڪئي ته ان کي جهنّم کان 70 سالن جي فاصلي تائين پري ڪيو ويندو. (ابو داؤد ج 3، ص 248، حديث 3097) ﴿6﴾ جڏهن تون مريض ڏي وڃين ته هن کي چئو ته تنهنجي لاءِ دعا ڪري ڇو ته هن جي دُعا فِرشتن جي دُعا وانگر آهي. (ابن ماجه ج 2، ص 191، حديث 1441) ﴿7﴾ مريض جيستائين تندرست نه ٿئي ته هن جي ڪا به دُعا رد ناهي ٿيندي.(الترغيب والترهيب ج 4، ص 166، حديث 19) ﴿8﴾ جڏهن ڪو مسلمان ڪنهن مسلمان جي عيادت جي لاءِ وڃي ته 7 ڀيرا هي دُعا پڙهي: اَسۡاَلُ اللّٰهَ الۡعَظِيۡمَ رَبَّ الۡعَرۡشِ الۡكَرِيۡمِ اَنۡ يَّشۡفِيَكَ (1) جيڪڏهن موت نه آيو ته هن کي شفا ملي ويندي. (ابوداؤد ج 3، ص 251، حديث 3106) ۞ بيمار جي عِيادت ڪرڻ سنّت آهي جيڪڏهن معلوم آهي ته عِيادت ڪرڻ ان بيمار شخص کي ننڍو وڏي ته انهيءَ حالت ۾ عِيادت جي لاءِ نه وڃي. (بهار شريعت ج 3، ص 505) ۞ جيڪڏهن بيمار سان اوهان جي دل ۾ ناراضگي يا طبيعت ۾ ان سان مناسبت ناهي تڏهن

(1) ترجمو: مان عظمت واري، عرشِ عظيم جي مالڪ الله کان تنهنجي لاءِ شفا جو سوال ڪريان ٿو.

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: جنهن مون تي ڏهہ ڀيرا صبح ۽ ڏهہ ڀيرا شام درودِ پاڪ پڙهيو قيامت جي ڏينهن ان کي منهنجي شفاعت ملندي . (مجمع الزوائد)

بہ عيادت ڪريو ۞ سنّت جي پيروي جي نيّت سان عِيادت ڪجي جيڪڏهن رڳو هن جي لاءِ عيادت ڪئي تہ جڏهن مان بيمار ٿيان تہ هو مون وٽ عيادت جي لاءِ اچي تہ ثواب نہ ملندو ۞ ڪنهن جي عِيادت جي لاءِ وڃو ۽ مَرَض جي سختي ڏسو تہ ان کي ڏيڄارڻ واريون ڳالهيون نہ ڪريو مثلاً تنهنجي حالت خراب آهي ۽ نہ ئي ان انداز سان مٿو هلايو جنهن سان حالت جو خراب هجڻ سمجهيو وڃي ۞ عيادت جي موقعي تي مريض يا ڏکايل شخص جي سامهون پنهنجي چهري تي رنج ۽ غم جي ڪيفيت ظاهر ڪيو ۞ ڳالهہ ٻولهہ جو انداز هرگز اهڙو نہ هجي جو مريض يا سندس عزيزن کي وسوسا اچن تہ هي اسان جي پريشاني تي خوش ٿي رهيو آهي! ۞ مريض جي گهر وارن سان بہ همدردي جو اظهار ڪريو ۽ جيڪڏهن خدمت يا مدد ڪرڻ چاهيو تہ ڪريو ۞ مريض وٽ وڃي ڪري طبعيت پڇو ۽ هن جي لاءِ صحّت ۽ عافيت جي دُعا ڪريو ۞ نبي رحمت، شفيع اُمّت صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي عادت پاڪ هي هوندي هئي جڏهن بہ ڪنهن مريض جي عيادت جي لاءِ تشريف کڻي ويندا هئا تہ فرمائيندا هئا: لَابَأْسَ طَهُوْرٌ اِنْ شَاءَ اللّٰهُ تَعَالٰى[1] (بخاري ج2، ص 505، حديث 3616) ۞ مريض کان پنهنجي لاءِ دُعا ڪرايو مريض جي دُعا رد ناهي ٿيندي ۞ فرمان مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: مريض جي پوري عيادت هي آهي ان جي پيشاني تي هٿ رکي ڪري پڇو تہ طبيعت ڪيئن آهي؟ (ترمذي ج4، ص 334، حديث 2740) مُفَسرِ شهير حڪيمُ الاُمَّت، حضرت مفتي

---

(1) ترجمو: ڪا پريشاني جي ڳالهہ ناهي الله تعاليٰ چاهيو تہ مرض (گناهن کان) پاڪ ڪرڻ وارو آهي.

احمد يار خان عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْحَنَّان هن حديث پاڪ جي تحت فرمائن ٿا: يعني جڏهن ڪو شخص ڪنهن بيمار جي طبيعت پڇڻ وڃي تہ پنهنجو هٿ هن جي پيشاني تي رکي پوءِ زبان سان هي (يعني توهان جي طبيعت ڪيئن آهي) چوي ڇو تہ ان سان بيمار کي تسلي ٿيندي آهي، پر گهڻي دير تائين هٿ نہ رکي، هي هٿ رکڻ محبت جي اظهار لاءِ آهي. (مراة ج 6، ص 358، بِتَصَرُّف) ۞ مريض جي سامهون اهڙيون ڳالهيون ڪجن جيڪي هن جي دل کي سنيون لڳن، بيماري جا فضائل ۽ الله عَزَّوَجَلَّ جي رَحمت جو تذڪرو ڪيو تہ جيئن هن جو ذهن آخرت جي ثواب ڏانهن مائل ٿئي. ۽ اهو شڪوه شڪايت جا الفاظ زبان تي نہ آڻي ۞ عِيادت ڪندي موقعي جي مناسبت سان مريض کي نيڪي جي دعوت بہ پيش ڪجي، خُصوصاً نماز جي پابندي جو ذهن ڏجي ڇو تہ بيماري ۾ ڪيترائي نمازي بہ نمازن کان غافل ٿي ويندا آهن ۞ مريض کي مَدَني چينل ڏسڻ جي رغبت ڏيارجي ۽ هن جي برڪتن کان آگاھ ڪجي ۞ مريض کي مَدَني قافلي ۾ سفر ۽ پاڻ سفر ڪرڻ جي قابل نہ هجي تہ پنهنجي طرفان گهر جي ڪنهن بہ ماڻهو کي سفر ڪرڻ جي ترغيب ڏي، ۽ مَدَني قافلن جون اهي مَدَني بهارون ٻڌايو جنهن ۾ دُعائن جي برڪتن سان مريضن کي شفا ملي آهي ۞ مريض جي پرسان گهڻي دير تائين نہ ويهو ۽ نہ گوڙ ڪريو ها جيڪڏهن بيمار پاڻ ئي دير تائين ويهارڻ جو خواهش مند آهي تہ ممڪن هجي تہ اوهان هن جي جذبن جو احترام ڪريو ۞ ڪن ماڻهن جي عادت هوندي آهي جو بيمار يا ان جي مائٽن سان ملندا

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: جيڪو جمعي جي ڏينهن مون تي درود شريف پڙهندو آءُ قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس. (ڪنزالعمال)

آهن تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ علاج ٻڌائيندا آهن ۽ ڪي ماڻهو تہ مريض تي زور ڀريندا آهن تہ جيڪو مان توهان کي علاج ٻڌايان ٿو اهو ڪريو، فلاڻي دوا ونو نيڪ ٿي ويندؤ! مريض کي گهرجي تہ هر ڪنهن جو ٻڌايل علاج نہ ڪري ”نيم حڪيم خطره جان“ ڪنهن جو ٻڌايل علاج ڪرڻ ڪان ڀهريان پنهنجي طبيب سان مشورو ڪريو. خبردار! جيڪي طبيب نہ هئڻ باوجود علاج ٻڌائيندا رهندا آهن اهي هن ڪم کان پاسو ڪن ۞ بيمار جي عِيادت جي موقعي تي تحفو ڏيڻ سنو ڪم آهي پر نہ ڏيڻ جي صورت ۾ عِيادت ئي نہ ڪرڻ ۽ دل ۾ هي خيال ڪرڻ تہ جيڪڏهن ڪجهہ نہ ڪٽي ويندس تہ اهي ڇا سوچيندا تہ خالي هٿين عِيادت جي لاءِ آيو آهي. خالي هٿ بہ عِيادت ڪرڻ ئي گهرجي نہ ڪرڻ ثواب کان محرومي جو باعث آهي ۞ توهان عِيادت ڪرڻ جي لاءِ ڪجهہ فروٽ ۽ بسڪيٽ وغيره تحفي طور ونڻ لڳو تہ مشورو آهي تہ مڪتبة المدينه جا شايع ٿيل ڪجهہ مدني رسالا بہ وني مريض کي پيش ڪريو، اهو ملڻ وارن (۽ جيڪڏهن اسپتال ۾ آهي تہ) پروارن مريضن ۽ هن جي عزيزن کي تحفي طور ڏئي، بلڪ زهي نصيب! مريض پاڻ بہ ڪجهہ مدني رسالا هديةً گهرائي هن ارادي سان پاڻ وٽ رکي ثواب ڪمائي ۞ فاسِق جي عِيادت بہ جائز آهي، ڇو تہ عِيادت اسلام جي حقن مان آهي ۽ فاسق بہ مسلمان آهي. (بهار شريعت ج 3، ص 505) مُرتَد ۽ حربي ڪافر جي عِيادت جائز ناهي. (هن دور ۾ دُنيا ۾ سيئي ڪافر حَربي آهن) ۞ بدمذهب (غير مُرتَد) جي عِيادت ڪرڻ منع آهي.

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: **جنهن جمعي جي ڏينهن مون تي ٻہ سؤ ڀيرا درودِ پاڪ پڙهيو ان جا ٻہ سؤ سالن جا گناهہ معاف ٿيندا.** (كنزالعمال)

هزارين سنتون سکڻ جي لاءِ **مكتبة المدينہ** جا شايع ٿيل ٻہ ڪتاب 312 صفحن تي مشتمل ڪتاب "بهارِ شريعت" حصو 16 ۽ 120 صفحن جو ڪتاب "سنتيں اور آداب" هديو ڏئي حاصل ڪيو ۽ پڙهو. سنتن جي تربيت جو هڪ بهترين ذريعو **دعوت اسلامي** جي مدني قافلن ۾ عاشقان رسول سان گڏ سنتن ڀريو سفر آهي.

لوٹنے رحمتیں قافلے میں چلو
سیکھنے سنتیں قافلے میں چلو
ہے نبی کی نظر قافلے والوں پر
پاؤ گے راحتیں قافلے میں چلو

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

# فهرست



# ماخذ و مراجع


| کتاب | مطبوعہ | کتاب | مطبوعہ |
|---|---|---|---|
| قرآنِ پاک | مکتبۃ المدینہ باب المدینہ کراچی | حلیۃ الاولیاء | دارالکتب العلمیہ بیروت |
| بخاری | دارالکتب العلمیہ بیروت | الترغیب والترھیب | دارالکتب العلمیہ بیروت |
| مسلم | دارابن حزم بیروت | ابن عساکر | دارالفکر بیروت |
| ابوداود | داراحیاء التراث العربي بیروت | کیمیائے سعادت | انتشارات گنجینہ تہران |
| ترمذی | دارالفکر بیروت | القول البدیع | موسسۃ الریان بیروت |
| ابن ماجہ | دارالمعرفہ بیروت | کتاب التوابین | دارالکتب العلمیہ بیروت |
| الادب المفرد | طشقند ازبکستان | روض الریاحین | دارالکتب العلمیہ بیروت |
| مسندامام احمد | دارالفکر بیروت | مراۃ | ضیاء القرآن مرکز الاولیاء لاہور |
| معجم اوسط | دارالکتب العلمیہ بیروت | فتاویٰ رضویہ | رضا فاونڈیشن مرکز الاولیاء لاہور |
| مستدرک | دارالمعرفہ بیروت | بہار شریعت | مکتبۃ المدینہ باب المدینہ کراچی |

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

## سُنّت جون بهارون

اَلْحَمْدُ لِلّٰه عَزَّوَجَلَّ تبليغِ قرآن ۽ سُنّت جي عالمگير غير سياسي تحريڪ **دعوتِ اسلامي** جي مهڪندڙ مدني ماحول ۾ بڪثرت سُنّتون سکيون ۽ سيکاريون وينديون آهن. اوهان کي به پنهنجي شهر ۾ **دعوتِ اسلامي** جي ٿيندڙ هفتيوار سنتن ڀريي اجتماع ۾ سڄي رات گذارڻ جي مدني التجا آهي. عاشقانِ رسول جي **مَدَني قافلن** ۾ سنتن جي تربيت جي لاءِ سفر ۽ روزانو **فڪرِ مدينه** جي ذريعي **مَدَني انعامات** جو رسالو ڀري ڪري هر مهيني پنهنجي شهر جي ذميدار کي جمع ڪرائڻ جو معمول بڻايو. اِنْ شَآءَ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ ان جي برڪت سان پابندِ سنت بڻجڻ، گناهن کان نفرت ڪرڻ ۽ **ايمان جي حفاظت** جو ذهن بڻجندو، هر اسلامي ڀاءُ پنهنجو هي مدني ذهن بڻائي ته **"مون کي پنهنجي ۽ سڄي دنيا جي ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش ڪرڻي آهي"** اِنْ شَآءَ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ پنهنجي اصلاح جي ڪوشش جي لاءِ **مَدَني انعامات** تي عمل ۽ سڄي دنيا جي ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش جي لاءِ **مَدَني قافلن** ۾ سفر ڪرڻو آهي. اِنْ شَآءَ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ


ISBN 978-969-579-548-4
9789695795484

عالمي مدني مرڪز فيضان مدينه محله سوداگران پراڻي سبزي منڊي
باب المدينه ڪراچي فون نمبر : 91 -90 -34921389 -021
مكتبة المدينه (دعوت اسلامي)
MC 1288